# سچل سائين جي فقير عنايت خواجا جي شاعري ڏيڍ صدي ڪانپوءِ هٿ آئي

## فقير عنايت علي 20 سالن جي ڀوڳ جوانيءَ ۾ درازا پهچي سچل سائين جو طالب ٿيو هو

## عنايت علي ڪنگري جي ڳوٺ خواجا ۾ 1805ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1868ع ۾ وفات ڪيائين

## سچل سائين جي فقير عنايت خواجا جي شاعري ڏيڍ صدي ڪانپوءِ هٿ آئي

## عنايت علي فقير جي شاعريءَ ۾ حضرت سچل سرمست جو بار بار ذڪر موجود آهي

سکر (رپورٽ: فاروق سومرو) حضرت سچل سرمست رح جي گمنام طالب فقير عنايت علي خواجا جي شاعري ڏيڍ صديءَ کان پوءِ هٿ اچي وئي، جوانيءَ ۾ عشق جي چوٽ لڳڻ کانپوءِ فقير عنايت علي خواجا 20 سالن جي ڀوڳ جوانيءَ ۾ درازا پهچي سچل سائين جو طالب ٿيو. عنايت علي فقير ڪنگري تعلقي جي ڳوٺ خواجا ۾ 1805ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1868ع ۾ وفات ڪيائين. سچل سائينءَ جي ٻين طالبن نانڪ يوسف، گهرام فقير، وريام فقير ۽ محمد صلاح فقير سان به ملاقاتون ڪيائين، جنهن جو ذڪر هن پنهنجي شاعري ۾ ڪيو آهي. فقير عنايت علي جي وفات کان 50 سال پوءِ خيرپور رياست جي پنجين والي مير امام بخش جي دربار سان لاڳاپيل آخوند مريد علي خواجا مير مبارڪ عليءَ سان گڏجي عنايت علي فقير جي شاعري ۽ سندس زندگيءَ بابت مواد هٿ ڪيو. آخوند مريد عليءَ ڪي فقير عنايت علي جا 7 سنڌي ۽ 2سرائڪي ڪلام توڙي هڪ سنڌي ڪافي هٿ اچي سگهي آهي. ان مسودي جا قلمي ٽڪرا ڪنگري تعلقي جي ڳوٺ خواجا مان هٿ اچڻ کان پوءِ ٽالپرن جي ذاتي لائبرري ڪوٽڏيجيءَ ۽ ڪوٽ ٻنگلي مان شاعر ۽ محقق خواجا ذوالفقار هٿ ڪيا آهن. عنايت علي فقير جي شاعريءَ ۾ سچل سائين جو بار بار ذڪر موجود آهي. عنايت فقير صوفي شاعر بيدل سائين کان عمر ۾ 9سال وڏو هو ۽ سندس وفات بيدل فقير کان 5سال پهريان ٿي هئي.